# سنڌي

سوال1: حمد ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: جنهن بيت يا شعر ۾ الله سائين جي ساراهه بيان ٿيل هجي تـه ان کي حمد چئبو آهي.
سوال2: نعت ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: جنهن بيت يا شعر ۾ نبي پاڪ ﷺجن جي تعريف بيان ٿيل هجي تـه ان کي نعت چئبو آهي.
سوال3: "ڌٽيء جي وڏائي" حمد ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: ڪشنچند بيوس جو لکيل آهي.
سوال4: اسان جي نبي سڳوري جو نالو ڇا آهي؟
جواب: اسان جي نبي سڳوري جو نالو حضرت محمد مصطفي ﷺ آهي.
سوال5: اسان جا نبي ڪريم ﷺ ڪهڙي شهر ۾ ڄاوا ۽ روضو ڪهڙي شهر ۾ آهي؟
جواب: اسان جا نبي ڪريم ﷺ مڪي شريف ۾ ڄاوا ۽ روضو مديني شهر ۾ آهي.
سوال6: پاڻ سڳورن ﷺ ڪهڙي عمل کي وڏي نيڪي ڪوٺيو؟
جواب: مُرڪي مِلڻ ، ماء پيءُ جو ادب ڪرڻ کي.
سوال7: پاڻ سڳورا ﷺ ڪهڙي ڳالهه کان روڪيندا هئا؟
جواب: گِلا ، چُغلي ، ڪُوڙي شاهدي ۽ ڪوڙي قسم کان.
سوال8: "پاڻ سڳورا" نعت ڪهڙي شاعر لکي؟
جواب: امداد حسيني لکي.
سوال9: حضرت ابوبڪر صديق رضه جو بيو نالو ڇا هو؟
جواب: عبدالله.
سوال10: حضرت ابوبڪر صديق رضه کي يارِغار ڇو سڏيندا هئا؟
جواب: انڪري جو پاڻ سڳورن ﷺ جن سان هجرت وقت ٽي ڏينهن ٽي راتيون "ثور" نالي غار ۾ رهيا.
سوال11: اسان جي ملڪ پاڪستان جا گهڻا صوبا آهن؟
جواب: چار صوبا آهن. 1. سنڌ 2. پنجاب 3. بلوچستان 4. خيبر پختونخوا.
سوال12: سنڌ صوبي جي گاديء جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جواب: ڪراچي.
سوال13: دنيا جي قديم تهذيب "موهن جو دڙو" ڪهڙي صوبي ۾ آهي.
جواب: سنڌ صوبي ۾.
سوال14: صوفي بزرگ،شاعرن جي سرتاج شاه عبداللطيف رح جو تعلق ڪهڙي صوبي سان آهي؟
جواب: سنڌ صوبي سان.
سوال15: آباديء جي لحاظ کان پاڪستان جو ڪهڙو صوبو وڏو ڪهڙو آهي؟
جواب: پنجاب صوبو.
سوال16: هڙاپا ڪهڙي صوبي جو قديم تهذيبي آثار آهي؟
جوب: صوبي پنجاب جو.
سوال17: پنجاب ۾ ڪهڙيون پنج نديون آهن؟
جواب: 1. چناب 2. راوي. 2. جهلم. 2. ستلج. 3. بياس.
سوال18: مشهور صُوفِي شاعر بابا بُلي شاه جو تعلق ڪهڙي صوبي سان آهي؟
جواب: پنجاب صوبي سان.
سوال19: پکيڙ جي لحاظ کان پاڪستان جو وڏي وڏو صوبو ڪهڙو آهي؟
جواب: بلوچستان صوبو.
سوال20: بلوچستان صوبي جي گاديء جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جواب: ڪوئيٽا.
سوال21: "مهر ڳڙهه" ڪهڙي صوبي جو تاريخي ماڳ آهي؟
جواب: صوبي بلوچستان جو.
سوال22: مشهور صوفي شاعر "مست توڪلي" جو تعلق ڪهڙي صوبي سان آهي؟
جواب: صوبي بلوچستان سان.
سوال23: خيبر پختونخوا صوبي جي گادي جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جوب: پشاور.
سوال24: خيبر پختونخوا صوبي جو قديم تاريخي ماڳ ڪهڙو آهي؟
جواب: "تخت بئي".
سوال25: مشهور صوفي شاعر رحمان بابا جو تعلق ڪهڙي صوبي سان آهي؟
جواب: خيبرپختونخوا صوبي سان.

سوال26: بلتي ، شينا ۽ بروشسڪي ٻوليون پاڪستان جي ڪهڙي انتظامي علائقي جون آهن؟
جواب: گلگت بلتستان جون.
سوال27: گلگت بلتستان مان چين ۾ داخل ٿيندڙ تاريخي رستو ڪهڙو آهي؟
جواب: "شاهراهه ريشم".
سوال28: "پيارا پاڪستان" نظم ۾ شاعر ڪهڙين شين جو ذڪر ڪيو آهي؟
جوب: جهنڊي، چنڊ ۽ تاري جو.
سوال29: پيارا پاڪستان نظم جي آخري بند ۾ شاعر ڪهڙي بهترين ڳالهه جو ذڪر ڪيو آهي؟
جواب: علم پرائي عزت حاصل ڪرڻ ۽ محنت سان ملڪ جو شان ۽ مان وڌائڻ جو.
سوال30: سر حاجي عبدالله هارون ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟
جوب: 1872ع ۾ ڪراچيء جي هڪ غريب جي گهر ۾ پيدا ٿيو.
سوال31: سر حاجي عبدالله هارون پيشي جي لحاظ کان ڇا هو؟
جواب: واپاري.
سوال32: سر هاجي عبدالله هارون ڪهڙي تحريڪ ۾ حصو ورتو؟
جواب: پاڪستان جي تحريڪ ۾.
سوال33: حاجي عبدالله هارون کي ماڻهو ڇو ياد ڪن ٿا؟
جواب: نيڪ ڪمن ۽ خدمتن جي ڪري.
سوال34: سر حاجي عبدالله هارون ڪڏهن وفات ڪئي؟
جواب: 1942ع ۾.
سوال35: خليل الله جي معنى ڇا آهي؟
جواب: الله جو دوست.
سوال36: حضرت ابراهيم عليه اسلام کي الله سائينء خواب ۾ ڪهڙو حڪم ڪيو؟
جواب: "پنهنجي سڀ کان پياري شيء الله جي راهه ۾ قربان ڪر."
سوال37: حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي پياري پُٽ حضرت اسماعيل عليه اسلام کي قربان ڪرڻ لاء ڪٿي وٺي ويو؟
جواب: مِنى جي ميدان ۾.
سوال38: الله سائينء جي حڪم سان ڪهڙو جانور قربانيء ظاهر ٿي پيو؟
جواب: "بهشتي دُنبو".
سوال39: قربانيء جي گوشت جا ڪيترا حصا ڪبا آهن؟
جواب: ٽي حصا ڪبا آهن. هڪ حصو پنهنجي لاء. ٻيو حصو مائٽن،عزيزن ۽ دوستن لاء ۽ ٽيون حصو مسڪينن،غريبن ۽ پاڙي وارن لاء.
سوال40: سگنل ۾ ڪهڙن رنگن جون بتيون هونديون آهن؟
جواب: ڳاڙهي،پيلي ۽ سائي رنگ جون بتيون هونديون آهن ۽ اهي بتيون ٽرئفڪ کي ڪنٽرول ڪرڻ جا اشارا هونديون آهن.
سوال41: ڳاڙهي بَتِي ڇا جو اِشارو آهي؟
جواب: ڳاڙهي بَتِي گاڏِي بيهاري ڇڏڻ جو اِشارو آهي.
سوال42: پِيلِي بَتِيءَ جو ڇا مطلب آهي؟
جواب: اگر پِيلِي بَتِي ڳاڙهي بتيءَ کان پوء ٻرندي ته ان جو مطلب ٿيندو ته گاڏي هلڻ لاء تيار رکو ۽ جيڪڏهن پِيلي بَتِي سائي بتيءَ کان پوءِ ٻَرندي ته مطلب ٿيندو ته ڳاڙهي بَتِي ٻرڻ واري آهي ان لاءِ گاڏِي ڌِيري ڪريو.
سوال43: سائِي بَتِي جي ٻرڻ جو مطلب ڇا ٿيندو؟
جواب:سائي بَتِي جي ٻرڻ جو مطلب ٿيندو ته هاڻي گاڏي هلائي وڃي.
سوال44: "قائد اعظم" نظم ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: علي محمد "مجروح" جو لکيل آهي.
سوال45: مسڪين جهان خان کوسو ڪٿي ڄائو؟
جواب: سنڌ جي تاريخِي ضلعي ٿرپارڪر جي ڳوٺ سامِيءَ جي وِيرِي ۾ ڄائو.
سوال46: جهان خان کوسو پاڻ کي "مِسڪين" ڇو سڏائيندو هو؟
جواب: غريبن جو همدرد هئڻ ڪري.
سوال47: مسڪين جهان خان کوسي اسڪول قائم ڪرائڻ لاء ڇا ڪيو؟
جواب: اسڪول لاء پنهنجو گهر ڏنائين ۽ پاڻ وچي مَنَهُن اَڏي ويٺو.
سوال48: هِندو ڌَرم وارا ڏِياري ڇو ملهائيندا آهن؟
جواب: سِري رام چندر پنهنجي مخالف راوَڻ کي جَنگِ ۾ هارائي پنهنجي گهرواريءَ سِيتا سان گڏ پنهنجي مُلڪ موٽيو.جنهن ڏينهن پنهنجي شهر آيو. شان ڏينهن سيني هِنڌُن پنهنجا گهر سينگاريا ۽ ڏيئا ٻاريا. ان کان پوءِ هر سال هندو اهو ڏِڻ ملهائيندا آهن.
سوال49: "اچو اوهان جي دِل وندرايان" نظم ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: ادل سومري جو لکيل آهي.
سوال50: احمد غيرآباد ٻنيءَ ۾ جهنگ جي واڍي ڇو ڪئي؟
جواب: سونَ جي ديگ ڪيڻ لاءِ.

سوال51: احمد جي مرحيات پيءُ جي دوست چاچا قاسم احمد کي سون جي ديڳ نه لهڻ کانپوءِ سندس ڪهڙي مدد ڪئي؟
جواب: چاچا قاسم زمين کي پاڻي ڏياري، ٻج ۽ ڀاڻ ڏيارڻ ۾ احمد جي مدد ڪئي.
سوال52: چنڊ ۾ جيڪي داغ چو ڏسڻ ۾ اچن ٿا؟
جواب: ان ڪري جو چنڊ تي ميدان،جبل،غارون ۽ کاهيون آهن ۽ زمين کان چنڊ تمام پري هجڻ ڪري چنڊ ۾ اهي داغ نما ڏسڻ ۾ اچن ٿا.
سوال53: چنڊ ڪڏهن ننڍو ته ڪڏهن وڏو چو نظر ايندو آهي؟
جواب: چنڊ اسان جي زمين جي چوطرف فري ٿو ۽ وقت سان گڏ پنهنجي جڳهه بدلائيندو رهي ٿو،جنهن سبب چنڊ تي سج جي روشني ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ پوي ٿي.ان ڪري چنڊ ڪڏهن ننڍو ته ڪڏهن وڏو نظر ايندو آهي.
سوال54: نَکٽ چاکي چئجي ٿو؟
جواب: نَکٽ تارن جي ميڙ کي چئجي ٿو.
سوال55: سنڌي ٻوليءَ ۾ تارن کي ڪهڙن نالن سان سڏيو وڃي ٿو؟
جواب: ڪَتِي، ٽيڙُو، پَنون، ڪَٽ ۽ وِڇُون وغيره.
سوال56: خلاباز چاجي ذريعي چنڊ تي پهتا؟
جواب: تيز رفتار راڪيٽ جي ذريعي.
سوال57: شبنم ۽ نُوريءَ شميم جي ڪيئن مدد ڪئي؟
جواب: بيمار ٿيڻ سبب شميم جي اسڪول نه اچڻ ڪري شبنم ۽ نوريءَ اُن جو پڙهائيءَ جو ڪم پورو ڪرايو ۽ امتحان جي پڻ تياري ڪرائي.
سوال58: "ڏسو ڏسو اي پارو گُل" نظم ۾ ڪهڙن گُلن جا نالا آهن؟
جواب: گُلاب، موتيو، مُگرو، سُورج مُکي.
سوال59:اسلام آباد ۾ ڪهڙا مشهور ماڳ آهن؟
جواب: شڪر پڙيان، فيصل مسجد، مارگلا جا ساوا جبل، لوڪ ورثي وارو ميوزيم، راول ڊيم وغيره.
سوال60: پاڪستان جي صدر ۽ وزيراعظم جا شاندار محل، سپريم ڪورٽ جي عمارت، قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ جي جون عمارتون ڪٿي موجود آهن؟
جواب: اسلام آباد ۾.
سوال61: ڪوه مريءَ کي جنت جو ٽڪرو چو چون ٿا؟
جواب: دلچسپ نظارن، خوبصورت رستن، وڻن، گُلن، گهمڻ جهڙين پُوائنٽن، بازارُن، دل کي لُڀائيندڙ موسم مطلب ته خُدا جي قُدرت ۽ ان جي سونهن کي ڏسي ڪوه مريءَ کي جنت جو ٽڪرو چون ٿا.
سوال62: جيڪا برف پهاڙن تي سدائين جميل رهي ٿي اُن کي چا چئجي ٿو؟
جواب: گليشيئر.
سوال63: ڌرتيءَ جو مٿاڇرو ڪهڙي طرح آهي؟
جواب: ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي ماٿريون، درياه، جبل، ٻيلا، رڻ پٽ، ۽ جبل وغيره آهن.
سوال64: قدرت جي مانداڻ ۾ وڌ کان وڌ زندگي ڪٿي آهي؟
جواب: ڌرتيءَ تي.
سوال65: ڌرتي جي سونهن کي قائم رکڻ لاءِ چا ڪرڻ گهرجي؟
جواب: ڌرتي کي گدلاڻ کان بچائڻ گهرجي.
سوال66: "اچو ته پارو ڳايون راڳ" نظم ڪنهن جي باري ۾ لکيل آهي؟
جواب: وطن جي باري ۾.
سوال67: سيد الهندو شاهه ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟
جواب: 1864ع ۾ ڪنڊياري تعلقي جي ڊپري شهر ۾ جائو.
سوال68: سيد الهندي شاهه جو سڀ کان وڏو ۽ يادگار ڪارنامو ڪهڙو آهي؟
جواب: هن غير آباد زمين تي ڍل "نوبت" معاف ڪرائي. جنهن سبب ماڻهن جون غير آباد زمينون ضبط ٿيڻ کان بچي ويون.
سوال69: سيد الهندي شاهه ڪڏهن وفات ڪئي؟
جواب: 1919ع ۾.
سوال70: رت جا رشتا ڪهڙا هوندا آهن؟
جواب: ماءُ، پيءُ، ڀاءُ، ڀيڻ، چاچا، ماما، سئوٽ، ماروٽ وغيره.
سوال71: سماجي رشتا ڪهڙا آهن؟
جواب: پاڙي وارا، ڳوٺ يا شهر وارا، دوست، استاد ۽ وطن واسي وغيره.
سوال72: اعليٰ انساني گُڻ ڪهڙا آهن؟
جواب: سماجي رشتن ناتن جو احترام ۽ قدر اعليٰ انساني گڻ آهن.
سوال73: پاڪستان جا پاڙيسري ملڪ ڪهڙا آهن؟
جواب: چين، هندستان، ايران، افغانستان.
سوال74: چين جو سرڪاري نالو ڪهڙو آهي؟
جواب: "عوامي جمهوريه چين".

سوال75: چين جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جواب: "بيجنگ".
سوال76: چين جي آزاديءَ جو ڏينهن ڪهڙو آهي؟
جواب: پهرين آڪٽوبر 1949ع .
سوال77: هندستان جو سرڪاري نالو ڪهڙو آهي؟
جواب: "ڀارت".
سوال78: هندستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جواب: "نئين دهلي".
سوال79: هندستان جي آزاديءَ جو ڏينهن ڪهڙو آهي؟
جواب: 15 آگسٽ 1947ع .
سوال80: ايران جو سرڪاري نالو ڪهڙو آهي؟
جواب: "اسلامي جمهوريه ايران".
سوال81: ايران جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جواب: "تهران".
سوال82: ايران جي آزاديءَ جو ڏينهن ڪهڙو آهي؟
جواب: 26 فيبروري 1921ع.
سوال83: افغانستان (آريانه) جو سرڪاري نالو ڪهڙو آهي؟
جواب: "اسلامي جمهوريه افغانستان".
سوال84: افغانستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جواب: "ڪابل".
سوال85: افغانستان جي آزاديءَ جو ڏينهن ڪهڙو آهي؟
جواب: 27 مئي 1919ع .
سوال86: "محنت ڪر تون محنت يار" نظم ۾ شاعر ڪهڙي ڳالهه جو ذڪر ڪري ٿو؟
جواب: محنت جو.
سوال87: دعا جي لفظي معنيٰ ڇا آهي؟
جواب: گُهرَ، سڏُ، مُناجات يا مغفرت وغيره.

## اسلاميات

سوال1: اسلام جا بنيادي رڪن ڪهڙا آهن؟
جواب: 1. توحيد 2. نماز 3. روزو 4. زڪوات 5. حج
سوال2: اسلام جا بنيادي عقيدا ڪهڙا آهن؟
جواب: اسلام جا بنيادي عقيدا پنج آهن.
1.توحيد يعني الله کي هڪ ڪري مڃڻ.
2. رسالت يعني حضرت محمد صلي الله عليه واليه وسلم کي آخري نبي ڪري مڃڻ.
3. آخرت يعني قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻڻ.
4. ملائڪن تي ايمان آڻڻ. پيغمبرن تي ايمان آڻڻ
سوال3: الله تعالي جي ڪن به چئن رسولن جا نالا ٻڌايو؟
جواب: 1. حضرت دائود عليه السلام 2. حضرت موسي عليه السلا، 3. حضرت عيسي عليه السلام 4. حضرت محمد صلي الله عليه واله وسلم.
سوال4: قرآن مجيد بابت ٻڌايو؟
جواب: قرآن پاڪ الله جو آخري ڪتاب آهي. جيڪو آخري نبي حضرت محمد صلي الله عليه واليه وسلم تي نازل ٿيو. قرآن مجيد اسان لاءِ هدايت جو پيغام آهي. هن جي پڙهڻ سان وڏو ثواب ۽ نيڪيون ملن ٿيون هن جو گهٽو ادب ڪجي ۽ وضو ڪري پوءِ هٿ لائجي.
سوال5: تلاوت لفظ ڇا آهي؟
جواب: تلاوت معنيٰ دور، يعني (قرآن مجيد پڙهڻ) لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ آهي.
سوال6: آسماني پاڪ ڪتابن جا نالا ٻڌايو ۽ اهي ڪهڙن نبين تي نازل ٿيا.
جواب:

| آسماني ڪتابن جا نالا | نبين جا نالا |
|---|---|
| 1. زبور : | حضرت دائود عليه السلام |
| 2. توريت : | حضرت موسي عليه السلام |
| 3. انجيل : | حضرت عيسي عليه السلام |
| 4. قرآن مجيد : | حضرت محمد صلي الله عليه واله وسلم |

سوال7: پنج وقت نمازن جا نالا ۽ وقت بيان ڪريو؟

جواب:1. فجر : صبح صادق کان سج اڀرڻ تائين.
2. ظهر : سج لڙڻ کان عصر نماز کان پهرين.
3. عصر : سج لهڻ کان اڳ تائين.
4. مغرب : سج لهڻ کان پوءِ.
5. عشاءِ : مغرب جو ٽائم ختم ٿيڻ کان پوءِ صبح صادق تائين.

سوال8: نماز ڪهڙن ماڻهن تي فرض آهي؟
جواب: نماز هر مسلمان عقل واري ننڍي توڙي وڏي ماڻهوء تي فرض آهي.
سوال9: آخرت ۾ سڀ کان پهرين ڪهڙي عمل جو حساب ڪتاب ورتو ويندو؟
جواب: نماز جو.
سوال10: نماز جي پاڪائي لاءِ ڪهڑا شرط آهن؟
جواب: نماز جي پاڪائي لاءِ ٽي شرط آهن .
1. ڪپڙا ۽ بدن صاف هجي 2. وضو ٺيل هجي 3. نماز جي جاءِ پاڪ ۽ صاف هجي.
سوال11: قبلو ڪنهن کي چئجي ٿو؟
جواب: مسلمان جنهن طرف منهن ڪري نماز پڑهن ٿا. ان کي قبلو چئجي ٿو.
سوال12: بيتُ الله جي معني ڇا آهي؟
جواب: الله سائين جو گهر.
سوال13: ڪعبته الله شريف ڪٿي آهي.
جواب: مڪي شريف ۾.
سوال14: ڪعبته الله ڪنهن تعمير ڪرايو؟
جواب: ڪعبته الله حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام سان گڏجي تعمير ڪيو.
سوال15: نماز جو ادب ڪيئن ڪجي؟
جواب: آذان اچي ته لبيڪ پڑهي مسجد طرف وڃجي. وضو ڪرڻ کانپوء نماز شروع ڪجي.نماز پڑهڻ وقت بلڪل سڌو بيهجي، ڪا به حرڪت نـ ڪجي بلڪ پنهنجي نظر سجدي ۾ رکجي.
سوال16: پاڻ سڳورن جڏهن مڪي کان مديني هجرت فرمائي ته سڀ کان پهرين ڪٿي مسجد تعمير ڪرائي؟
جواب: مديني ويجهو قبا نالي ڳوٺ ۾ مسجد جوڙائي.
سوال17: مسجد نبوي ڪهڙي شهر ۾ آهي؟
جواب: مديني شريف ۾.
سوال18: مسجد اقصي ڪهڙي شهر ۾ آهي؟
جواب: بيت المقدس ۾ آهي.
سوال19: مسجدن ۾ سڀ کان وڌيڪ احترام واري مسجد ڪهڙي آهي؟
جواب: مسجدُالحرام.
سوال20: ڪفالت ڇا آهي؟
جواب: پالڻ يا پرورش ڪرڻ.
سوال21: سيرت جي معني ڇا آهي؟
جواب: اخلاق.
سوال22: سيرت طيبه جي معني ڇا آهي؟
جواب: پاڻ سڳورن جا پاڪ اخلاق.
سوال23: پاڻ سڳورا ڪٿي ۽ ڪڏهن پيدا ٿيا؟
جواب: پاڻ سڳورا عربستان جي شهر مڪي ۾ 12 ربيع الاول 571ع صبح صادق جو سومر جي ڏينهن پيدا ٿيا.
سوال24: پاڻ سڳورن جو تعلق ڪهڙي خاندان سان آهي؟
جواب: عرب جي قريش خاندان سان آهي.
سوال25: پاڻ سڳورا ڪيتري عمر جا هئا جو سندن والد حضرت عبدالله وفات فرمائي؟
جواب: پاڻ سڳورن جن جي ولادت کان اڳ ئي سندن والد وفات فرمائي چڪا هئا.
سوال26: عرب جي رواج مطابق پاڻ سڳورن کي پالنا لاءِ ڪهڙي دائي سڳوري جي حوالي ڪيو ويو؟
جواب: دائي بيبي حليمـه جي حوالي ڪيو ويو.
سوال27: پاڻ سڳورا ڪيتري عمر جا هئا جو سندن والده حضرت بيبي آمنـه وفات فرمائي؟
جواب: ڇهن سالن جا هئا.
سوال28: پاڻ سڳورن جي والده جي وفات کان پوءِ کين ڪنهن پاليو؟
جواب: سندن ڏاڏي حضرت عبدالمطلب پاليو. پر سندن اٺن سالن جي عمر ۾ حضرت عبدالمطلب به وفات ڪري ويو.
سوال29: پاڻ سڳورن جي ڏاڏي جي وفات کان پوءِ کين ڪنهن پرورش ڪئي؟
جواب: پوءِ سندن جي پرورش سندن چاچي حضرت ابوطالب ڪئي.
سوال30: حضرت ابوطالب جن ڪهڙو ڪاروبار ڪندا هئا؟
جواب: واپار ڪندو هئا.

سوال31: پاڻ سڳورن کي ڪيتري عمر ۾ نبوت عطا ٿي؟
جواب: 40 سالن جي عمر ۾.
سوال32: پاڻ سڳورا حضرت ابوطالب سان گڏ پهريون دفعو واپار سانگي شام ملڪ ويا. ان وقت سندن عمر مبارڪ ڪيتري هئي؟
جواب: 12 سال هئي. سوال33: ان عيسائي راهب جو نالو ٻڌايو جنهن پاڻ سڳورن کي نبيءَ طور سڃاتو؟
جواب: بحيرا.
سوال34: حِلف جي معني ڇا آهي؟
جواب: حِلف جي معني قسم يا معاهدو آهي.
سوال35: حِلفُ الفُضُول معاهدي تي اهو نالو ڪيئن پيو؟
جواب: الفُضُول الفَضُل جو جمع آهي. هن معاهدي جي قائم ڪرائڻ ۾ جن ماڻهن جي ڪوشش هئي. انهن جي نالن جي منڍ ۾ الفَضُل هئي. ان ڪري هن معاهدي تي حِلفُ الفُضُول نالو پيو.
سوال36: پاڻ سڳورا ﷺ حِلفُ الفُضُول جي باري ۾ ڇا فرمائيندا هئا؟
جواب: پاڻ سڳورا ﷺ فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن مونکي هن معاهدي جي مقابلي ۾ ڳاڙها اٺ ملن ها ته به آءُ قبول نہ ڪريان ها.
سوال37: پاڻ سڳورن ﷺ جوانيءَ ۾ ڪهڙو ڪاروبار ڪيو؟
جواب: پاڻ سڳورا ﷺ واپار ڪندا هئا.
سوال38: پاڻ سڳورا ﷺ ڪهڙي لقب سان مشهور ٿيا؟
جواب: پاڻ سڳورا ﷺ سچ ڳالهائڻ ۽ ايمانداريءَ جي ڪري صادق ۽ امين جي لقب سان مشهور ٿيا .
سوال39: حضرت بيبي خديجته الڪبري ؓ پاڻ سڳورن ڏانهن ڇا چورائي موڪليو؟
جواب: شادي جو پيغام موڪليو.
سوال40: پاڻ سڳورن سان شام جي سفر ۾ ٻيو ڪير گڏ هو؟
جواب: بيبي خديجته الڪبري ؓ جو غلام ميسره گڏ هو.
سوال41: ڪعبته الله شريف جي عمارت کي ڪهڙي سبب جي ڪري نقصان پهتو؟
جواب: تيز بارش جي ڪري نقصان پهتو.
سوال42: قبيلن تان ڪهڙي ڳالهه جي ڪري جهيڙو ٿيو؟
جواب: حجرِ اسود کي ديوار سان لڳائڻ جي ڪري. اها ڳالهه طئي ٿي ته جيڪو به شخص سڀ کان پهرين صبح جو ڪعبي ۾ داخل ٿيندو اهو حجر اسود کي پٽ سان لڳائيندو.
سوال43: مسجد جي دروازي ڏانهن سڀ کان پهرين ڪير پهتو؟
جواب: اسان جا پيارا نبي حضرت محمد صلي الله عليه وآلہ وسلم جن پهتا.
سوال44: خِلوت نَشِيني جو مطلب ڇا آهي؟
جواب: اڪيلائپ ۾ ويهڻ .
سوال45: جبل نور مڪي مڪرم کان ڪيترو پري آهي؟
جواب: مسجدالحرام کان 4 ڪلو ميٽر پري آهي.
سوال46: غارِ حرا ڪٿي آهي؟
جواب: عرفات جبل جي 634 ميٽر بلنديءَ تي هڪ غار آهي. جتي نبي سڳورا عبادت ڪندا هئا.
سوال47: صداقت لفظ جي معني ڇا آهي؟
جواب: صداقت معني سچائي.
سوال48: امانت ڇا آهي؟ پاڻ سڳورن امانت بابت ڇا فرمايو؟
جواب: اها شيء جيڪا ڪنهن کي حفاظت سان رکڻ لاء ڏني وڃي اها امانت آهي. پاڻ سڳورا وڏا امانتدار هئا.پاڻ فرمائيائون ته " جنهن ماڻهوء ۾ امانت نہ آهي" اهو ايماندار نہ آهي.
سوال49: حسنِ معاملات جي معني ڇا آهي؟
جواب: هر معاملي ۾ ماڻهن سان بهتر رهڻ.
سوال50: ابوجهل پاڻ سڳورن جي باري ۾ ڇا چوندو هو؟
جواب: ابوجهل توڙي جو اسلام جو دشمن هو پر پوءِ به پاڻ سڳورن کي امانتدار ۽ سچار مڃيندو هو.
سوال51: امانت جو مطلب ڇا آهي؟
جواب: ڪنهن ماڻهوءَ جي ڏنل شيءِ جي حفاظت ڪرڻ ۽ ساڳي حالت ۾ واپس ڪرڻ.
سوال52: رواداري ڇا آهي؟
جواب: رواداريءَ جو مطلب آهي ته ٻئي جي عقيدت کي سهڻ.
سوال53: صبر تحمل ۽ بردباري ڇا آهي؟
جواب: جيڪڏهن ڪنهن کان به اوهان کي تڪليف پهچي ۽ توهان ان کان بدلي وٺڻ جي طاقت به رکو ٿا پوءِ به بدلو نٿا وٺو ۽ برداشت ڪريو ٿا ته اهو صبر ۽ تحمل آهي.
سوال54: حسنِ معاشرت ڇا آهي؟ پاڻ سڳورن جو سماجي ورتاءُ ڪهڙو هوندو هو؟
جواب: سڀني سان سٺي ورتاءُ کي حسنِ معاشرت چئبو آهي. پاڻ سڳورا هر انسان سان سٺو هلندا هئا.
سوال55: اخلاق ۽ آداب جي باري ۾ ٻڌايو؟ جواب: اخلاق خلق جو جمع آهي. سٺي اخلاق کي اخلاق حسن چوندا آهن ۽ آداب ادب جو جمع آهي. ان لاءِ سڀني سان ادب ۽ اخلاق

سان پيش اچڻ گهرجي.
سوال56: پيئرن ۽ پائرن سان ڪيئن پيش اچجي؟
جواب: وڏين پيئرن ۽ پائرن جي عزت ڪجي ۽ ننڍين پيئرن ۽ پائرن جو خيال رکجي. انهن سان پيار ڪجي.
سوال57: مٽن ۽ مائٽن سان ڪيئن پيش اچجي؟
جواب: مٽن مائٽن ۾ چاچا ، ماما ، سوٽ ، ماسات ، ۽ ويجها عزيز اچي وڃن ٿا. انهن سان سٺو هلجي ۽ ڏکي ويل ۾انهن جي مدد ڪجي.
سوال58: ڪوڙ جي مقابلي ۾ ڪهڙو لفظ آهي؟
جواب: سچ.
سوال59: الله تعالي ڪوڙي لاءِ ڇا فرمايو آهي؟
جواب: الله تعالي ڪوڙي لاءِ لعنت فرمائي آهي.
سوال60: ڪوڙ ڳالهائڻ ڪنهن جي نشاني آهي؟
جواب: منافق جي .
سوال61: ڪوڙ ۽ سچ لاءِ ڪهڙي چوڻي مشهور آهي؟
جواب: سچ ته بيٺو نچ ۽ ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ.

## سائنس

سوال1: سائنس ڇا آهي؟
جواب: تجربن ۽ مشاهدن جي ذريعي حاصل ٿيندڙ علم کي سائنس چئبو آهي.
سوال2: اسان ڇا تي رهون ٿا ؟
جواب: اسان ڌرتيءَ تي رهون ٿا.
سوال3: ڌرتيءَ جي شڪل ڪهڙي آهي؟
جواب: ڌرتيءَ جي شڪل گول آهي بيضي جي شڪل وانگر.
سوال4: ڌرتيءَ جو ڪيترو حصو پاڻي ۽ ڪيترو حصو خشڪي آهي؟
جواب: زمين جو ٽي حصا پاڻي ۽ هڪ حصو خشڪي آهي.
سوال5: سج ڇا آهي؟
جواب: سج ٻرندڙ گئسن جو روشن گولو آهي.
سوال6: سج اسان کي ڇا ڏئي ٿو؟
جواب: سج اسان کي روشني ۽ گرمي ڏئي ٿو.
سوال7: سج جي روشنيءَ کي ڇا سڏجي ٿو؟
جواب: سج جي روشنيءَ کي شمسي توانائي يا سولر انرجي سڏجي ٿو.
سوال8: سج جي روشني ڪهڙي ڪم اچي ٿي.
جواب: سج جي روشني جي ڪري مينهن وسن ٿا ۽ پوکون پچن ٿيون. ٻيا به ڪيترائي انيڪ فائدا حاصل ٿين ٿا..
سوال9: ٻوٽا پنهنجو کاڌو ڪيئن تيار ڪن ٿا؟
جواب: ٻوٽا پاڙن ذريعي زمين مان پاڻي حاصل ڪن ٿا. انهن جي پنن ۾ سائو مادو ڪلوروفل هوندو آهي. ڪلوروفل ۽ سج جي روشنيءَ جي مدد سان کاڌو تيار ڪندا آهن. اهڙي عمل کي ڦوٽو سينٿز چئبو آهي.
سوال10: ثابت ڪريو ته اُس ٻوٽن لاءِ ضروري آهي؟
جواب: ٻن ٻوٽن واريون ڪونڊيون کڻو انهن مان هڪ ٻوٽو اس ۾ رکو ۽ ٻيو ٻوٽو ڇانو ۾ رکو ٻنهي کي پاڻي ڏيو. شام ٿائين ڏسندا ته ڇانو ۾ رکيل ٻوٽو ڪومائجي ويندو ۽ اس ۾ رکيل تازو رهندو. ثابت ٿيو ته ٻوٽي لاءِ اس ضروري آهي.
سوال11: آبي چڪر ڇا آهي؟
جواب: جڏهن سج جي روشني پاڻيء جي ذخيرن، دريائن ۽ سمنڊن تي پوي ٿي. تڏهن انهن جو پاڻي بخار (ٻاف) جي صورت اختيار ڪري مٿي سفر ڪري ٿو. جتي ٿڌائين هنڌ تي پهچي ڪڪر ٺهي پون ٿا پوء مناسب گرمي ملڻ ڪري برسات جي صورت ۾ پاڻي ڌرتيء تي وسي ٿو.
سوال12: قدرتي يا اصل رهائش وارو هنڌ ڇا کي چئبو آهي مثال ڏيو؟
جواب: جتي جانور ۽ ٻوٽا وڌن ۽ زنده رهي سگهن يعني انهن کي کاڌو خوراڪ ملي سگهي ته اها سندن اصل رهائش آهي.
مثال: ٻوٽا سمنڊن درياهن ۽ خشڪي تي ٿين ٿا مڇي ۽ جيت پاڻي ۾ رهن ٿا.
سوال13: ڪجھ صحرائي جانورن بابت ٻڌايو؟
جواب:1. اٺ :- هي هڪ ٻگهو ۽ طاقتور بياباني ۽ صحرائي جانور آهي. هي وڏي قد هئڻ ڪري آساني سان وڻن تان چارو حاصل ڪندو آهي ۽ ڏڪر واري حالت ۾ پنهنجي ڦوهر ۾گڏ ڪيل کاڌواوگر ڪري کائيندو آهي. اٺ جا پير ٿاڦوڙا ٿيندا آهن جيڪي ان کي واري تي هلڻ ۾مدد ڪندا آهن اٺ جا پنبڻ وڏا ٿيندا آهن. جيڪي کيس اکين ۾ واري پوڻ کان بچائيندا آهن.
2 . صحرائي ڪُمي :- هن جي جسم ۾ تمام گهڻي چربي ٿيندي آهي. هن کي هڪ سخت کوپو ٿيندو آهي جيڪوکيس دشمن کا بچائي ٿو.
3. شتر مُرغ يا اُٺ پکي:- هن جا پنبڻ وڏا ٿين ٿا جيڪي کيس واريءَ کان بچائن ٿا هي اٺ جي شڪل جو وڏو پکي ٿئي ٿو.

سوال14: ريگستاني يا صحرائي ٻوٽن بابت ٻڌايو؟
جواب: ٿُوهر ڪُنوار ٻوٽي ٻگها ٻير وغيره اهي گهٽ پاڻي وٺندا آهن. ۽ ڪنڊيدار پڻ ٿين ٿا. اهي اتان جي جانور جوکاڌو آهن.
سوال15: گوشت خورجانور ڪهڙا آهن انهن کي ڇا سڏبو آهي؟
جواب: شينهن ـ ڪُتو ـ ٻلي ـ بگهڙ وغيره گوشت خور جانور آهن. ۽ انهن کي "ڪارنيورس" چئبو آهي.
سوال16: گاهه خور جانور ڪهڙا آهن انهن کي ڇا سڏجي ٿو؟جواب: مينهن ـ ڳئون ـ هرڻ ـ ٻڪري وغيره گاهه خور جانور آهن. ۽ انهن کي "هاربوروس" چئبو آهي.
سوال17: اهڙا جاندار ٻڌايوجيڪي گاهه به کائن ۽ گوشت به انهن کي ڇا چئبو آهي؟
جواب: انهن کي آمنيورس چئبو آهي.
مثال: انسان وغيره.
سواال18: ڌرتيءَ تي ڪهڙي پاسي وارا علائقا سرد آهن؟
جواب: ڌرتيءَ تي ڏکڻ اتر قطب سرد ترين علائقا آهن.
سوال19: سرد علائقن ۾ ڪهڙا جانور رهن ٿا؟
جواب: پينگوئن برفاني رڇ ۽ بگهڙ وغيره رهن ٿا.
سوال20: برفاني ٻوٽن جي بناوت ڪيئن ٿئي ٿي؟
جواب: اهي قد جا ننڍا ۽ جهڪيل ٿين ٿا. انهن جا پن نرم مومي يعني ميڻ وانگر ٿين ٿا.
سوال21: مخرُوطي (نبات جي شڪل) ٻوٽا ڪيئن ٿيندا آهن؟
جواب: هن وڻ جا پن سوئي جهڙا مومي ميڻ وانگر ٿيندا آهن.
مثال: پائن ٽوي وغيره
سوال22: مخرُوطي ميوو ڇا آهي؟
جواب: هي ڪون (نباتي) جي شڪل وانگر ٿئي ٿو. هن کي جانور کائيندا آهن.
سوال23: ڪيموفلاج ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: خشڪي يا زمين جو وڏو حصو جتي گهاٽا ٻيلا وڻ هجن ته ان کي ڪيموفلاج چئبو آهي.
سوال24: اسان کي زنده رهڻ لاءِ ڪهڙين ڳالهين جي ضرورت آهي؟
جواب: اسان کي زنده رهڻ لاءِ هوا پاڻي کاڌو ۽ روشني جي ضرورت آهي.
سوال25: روشني ڇا آهي؟
جواب: روشني هڪ سوجهرو آهي. روشني جو قدرتي ذريعو سج آهي.ڌرتيءَ تي زندگي روشني کانسواءِ ناممڪن آهي.
سوال26: روشني ڪيئن سفر ڪري ٿي؟
جواب: روشني سڌين ليڪن ۾ سفر ڪري ٿي.
مثال: هڪ ٽارچ ٻاري مٿي آسمان طرف هٿو ڏسندا ته روشني بلڪل سڌي ويندي.
سوال27: روشني ڪيئن موٽ کائي ٿي؟
جواب: روشني ڪنهن روشن جسم سان لڳي موٽ کائي ٿي.
مثال: هڪ ٽارچ ٻاري ٻيت ۾ هٿندو ته اها واپس ٿيندي ۽ سڄو ڪمرو روشن ٿي ويندو.
سوال28: مُوروثِيت ڇا آهي؟
جواب: اولاد جون شڪليون ۽ منهن مهاندا والدين يا ويجهن رشتن سان ملندڙ جلندڙ هجن.
مثال: ٻار پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ ويجهن عزيزن جهڙو هوندو آهي. اهڙي نموني ٻليءَ جو پونگڙو ۽ ڪتي جو گلر به پنهنجي ماءُ پيءُ جهڙا هوندا آهن. ان کان علاوه والدين واريون بيماريون ۽ عادتون مُوروثِيت ۾ آهن.
سوال29: ٻُوٽن جو جِيون چڪر يا ڦيرو ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ٻهرين ٻج کي نرم زمين ۾ ڇٽي پاڻي ڏجي ٿو. سلو ڦُٽِي وڏي ٻُوٽو يا وڻ ٿئي ٿو وري اهو ميوو ۽ ٻج پيدا ڪري ٿو جيڪو وري ٻوڪجي ٿو.
سوال30: ٻوٽي جي پاڙن جو ڪهڙو ڪم آهي؟
جواب: ٻوٽي کي زمين تي بيهڻ جو سهارو ڏين ٿيون ۽ زمين مان پاڻي (خوراڪ) حاصل ڪن ٿيون.
سوال31: هوا جي ذريعي ٻوٽن جو جيون چڪر ڪيئن ٿئي ٿو؟
جواب: ڪن ٻوٽن جا ٻج هلڪا ٿين ٿا ۽ هوا جي ڪري اُڏامي ٻي هنڌ وڃي ڦٽي پون ٿا.
سوال32: پکيءَ جو جيون چڪر ٻڌايو؟
جواب: مادي پکي آنا ڏئي ٿي پوءِ انهن آنن تي آرو ڪري ٿي آني مان ننڍڙو پکي ڦٽي نڪري ٿو جيڪو وڏو ٿي وڏو پکي ٿئي ٿو.
سوال33: واڏ ويجهه جا مرحلا ٻڌايو؟
جواب: ڪنهن ننڍڙي ساهواري جو وڏي وڏو ٿيڻ واڌ جو مرحلو چورائي ٿو. مثال: ننڍڙو ٻار وڏو ٿي چوڪرو ٿئي ٿو پوءِ وڏي مرد ٿئي ٿو. چوزو وڏو ٿي ڪڪڙ ٿئي ٿو.
سوال34: پيدائش جا مرحلا ٻڌايو؟
جواب: 1. رت جو ڏڳ. 2. لاروا. 3. پيوپا. 4. مڪمل جاندار.
سوال35: ممَل جاندار ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب: اهڙا جاندار جيڪي پنهنجي ٻچن کي کير ڌارائن ۽ انهن جي پٺي تي وار هجن.
مثال: انسان جانور وغيره.

سوال36: ڇا ڪي پکي به ميمل آهن؟
جواب: چمڙو وغيره مئمل آهي.
سوال37: پوپٽ جو جيون چڪر ٻڌايو؟
جواب: جيت جي جيون چڪر جو پهريون ڏاڪو لاروا آهي پوءِ سوپٽ ڪيٽرپلر آني مان ڦٽي ٿو ۽ ٻوٽي جا پن کائي ٿلهو ۽ وڏو ٿئي ٿو بعد ۾ڪرائيسلس جيڪو ٻاهران سخت ۽ اندران پاڻياٺو ٿئي ٿو پوءِ آهستي آهستي مڪمل پوپٽ ٿئي ٿو.
سوال38: کاڌي جا ڪيترا ۽ ڪهڙا جزا آهن؟
جواب: کاڌي جا ڇهه جزا آهن.
1. مناٽ: کنڊ ڳڙ ۽ اناج مان ملي ٿي.
2. پروٽين: دالين گوشت ۽ مڇيءَ مان ملي ٿو.
3. سٽپ: گيهه ۽ تيل مان ملي ٿو.
4. وٽامن: ميون ۽ سبزين مان ملن ٿا
5. معدني جزا: لوڻ ، ساڳ ، پالڪ ، نمڪول مان ملن ٿا.
6. پاڻي: پاڻي ، شربت ، لسي ۽ کير مان ملي ٿو.
سوال39: صحتمند رهڻ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟
جواب:1. پيٽ ڀري ماني کائڻ
2. روزانو وهنجڻ ننهن ڪترڻ ڏندڻ ڏيڻ ۽ صاف ڪپڙا پائڻ گهرجن.
3. روزانو راند روند ڪرڻ ۽ ورزش ڪرڻ گهرجي.
4. ماني کائڻ کان اڳ ۽ پوءِ، راند کان موٽڻ کانپوءِ ٽوائلٽ جي استعمال کان پوءِ، پنهنجا هٿ صابڻ سان ڌوئڻ گهرجن.
5. روزانو کير جو گلاس پيئڻ ۽ پاڻي گهڻو پيئڻ گهرجي.
6. ٽي وي ، موبائل يا انٽرنيٽ تي گهڻو نه ويهڻ گهرجي. سوير سمهڻ ۽ سوير اٿڻ گهرجي.
سوال40: متوازن غذا ڇا آهي؟
جواب: اهڙي غذا جنهن ۾ سڀئي خوراڪي جزا شامل هجن ۽ طاقت ڏئي.
مثال: گوشت ، مڇي ، سبزي ، داليون ، کير ۽ ميوا وغيره.
سوال41: جانور ۽ جاندارن جي ڏندن بابت ٻڌايو؟
جواب: گوشت کائيندڙ جاندارن جا ڏند تيز ۽ نوڪدار ٿيندا آهن ۽ ڄاڙيون مضبوط ٿينديون آهن.گاهه خور جاندارن جا ڏند لسا ۽ صرف هيٺيان هوندا آهن.
سوال42: عام ساديون مشينون يا اوزار ڪهڙي ڪم اچن ٿا؟
جواب: 1. بيرم يا ليور ڳرين شين کي چورڻ پورڻ ۾ ڪم اچي ٿو.
2. ڦيٿو يا سرائي شين کي اڳتي ڌڪڻ ۾ ڪم اچي ٿو.
3. رندو شين کي لسو ڪرڻ جي ڪم اچي ٿو.
4. چرخي شين کي هيٺ مٿي ڪرڻ جي ڪم اچي ٿي.
5. ڇيٽي يا ڇپر شين کي ڌار ڪرڻ ۾ ڪم اچي ٿي.
6. اسڪرو شين کي ڦيرائڻ جي ڪم اچي ٿو.
سوال43: جاندار ڇا کي چئجي ؟
جواب: جنهن ۾ ساهه هجي ۽ چري پري سگهي.
سوال44: بي جان ڇاکي چئجي ٿو؟
جواب : جنهن ۾ساهه نه هجي ۽ چري پري نه سگهي.
سوال45: ڪي ٻوٽا به چرپر ڪن ٿا؟
جواب: جي ها ! سورج مکيءَ جي گل جو منهن هميشه سج طرف هوندو آهي ۽ شرم ٻوٽيءَ جو گل مرد جي هٿ لڳائڻ سان ڪومائجي ويندو آهي.
سوال46: ٻنا ڪرنگهي وارا جاندار ٻڌايو؟
جواب: جيت،ڪِيڙا يا ڪِيئان،جَئور پوپٽ ۽ ڪُمي وغيره
سوال47: ڪهڙا جاندار آنا ڏيندا آهن؟
جواب: جيت - نانگ - ڪِرڙي - ڪُمي وغيره.
سوال48: جاندارن کي انهن جو قُدرتي رنگ روپ ڪهڙي ڪم ايندو آهي؟
جواب: انهن کي دُشمنن کان بچائي ٿو.
مثال: طوطو سائو آهي. جيڪڏهن سائي وڻ تي ويٺو هوندو ته گهٽ نظر ايندو. برفاني رڇ جو رنگ برف جهڙو اڇو ٿيندو آهي جيڪو کيس دشمن کان بچائي ٿو.
سوال49: ڇا هوا کي وزن آهي ثابت ڪريو؟
جواب: جيڪڏهن هلڪي تارازي جي هڪ پڙ ۾ ڦوڪيل ڦوڪڻي رکنداسين ۽ ڏسنداسين ته اٽ ڦوڪيل ڦوڪڻي وزن ۾گهٽ بيهندي ثابت ٿيو ته هوا کي وزن آهي.
سوال50: ڇا هوا جڳهه والاري ٿي؟
جواب: جي ها ! پاڻيءَ جي ڀريل ٽب ۾ گلاس اونڌو وجهي ان کي ٿورو پاسيرو ڪندو ته ان ۾ پاڻي ويندو ۽ هوا ٻوٽيا ڪري ٻاهر

نڪرندي ثابت ٿيو ته هوا هر هنڌ آهي. ۽ جڳهه والاري ٿي.
سوال51: مادو ڇا آهي؟
جواب: اهڙي شيءَ جيڪا جڳهه والاري ۽ وزن به رکي ته اها مادو آهي.
سوال52: مادي جون ڪهڙيون حالتون آهن؟
جواب: مادي جون ٽي حالتون آهن.
1. نهرو: ڪاٺ ، لوهُ . پير وغيره
2. پٽڙو: کير ، تيل ۽ پٽڙيون شيون وغيره
3. گئس: گئس جي ڪا به شڪل نـ هوندي آهي.
سوال53: ائٽم ڇا آهي؟
جواب: اهڙو عنصر جنهن کي گهٽ حصن ۾ ٽوڙي نـه سگهجي.
سوال54: مالِيڪِيُول ڇا آهي؟
جواب: ائٽم جي ننڍڙي ۾ ننڍڙي ذري کي ماليڪيول چئجي ٿو.
سوال55: ائٽم جا ڪيترا ذرڙا آهن. انهن تي ڪهڙا بجلي بار آهن؟
جواب: ائٽم جا ٽي ذرڙا آهن. 1. اليڪٽران: هن تي (-) بار آهي. 2. پروٽران: هن تي (+) بار آهي. 3. نيوٽران: هن تي (0) بار آهي.
سوال56:توانائي ڇا آهي؟
جواب: ڪم ڪرڻ جي صلاحيت کي توانائي چئجي ٿو.

## سماجي اڀياس

سوال1: سماجي اڀياس ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ملڪي نقشي، دريائن، سمنڊن، جبلن ۽ معاشرتي سرگرمين واري علم کي سماجي اڀياس چئبو آهي.
سوال2: انساني زندگيءَ کي گذارڻ لاءِ ڪهڙا وسيلا ۽ ذريعا آهن؟
جواب: ٽي آهن. 1. قدرتي ذريعا 2. انساني ذريعا 3. موڙي وارا ذريعا.
سوال3: قدرتي ذريعا ڪهڙا آهن؟
جواب: قدرت طرفان عطا ٿيل وسيلن کي قدرتي وسيلا سڏبو آهي.
مثال: پاڻي ، ٻوٽا ، جبل ، درياهه ۽ جانور وغيرهه
سوال4: انساني ذريعا ڪهڙا آهن؟
جواب: انساني خدمتن کي انساني وسيلا چئبو آهي.
مثال: واڍو ، لوهار ، موچي ، وغيره محنت ڪري انساني خدمت ڪن ٿا.
سوال5: موڙي وارا ذريعا ڪهڙا آهن؟
جواب: انسان جيڪي شيون ٺاهيون آهن. انهن جي استعمال کي موڙي وارا ذريعا چئبو آهي.
مثال: مشينون ، ڪمپيوٽر وغيره.
سوال6: واپار ڇا کي ٿو چئجي؟
جواب: ڏي وٺ ۽ ڏيتي ليتي کي واپار چئبو آهي.
سوال7: مال يا سامان ڇا کي ٿو چئجي؟
جواب: اهڙيون شيون جيڪي انسان پنهنجي زندگي جي ضرورتن لاءِ جوڙيون آهن تن کي مال يا سامان چئجي ٿو.
مثال: ڪتاب ، ڪپڙا وغيره
سوال8: خدمت ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: خدمت معني سيوا يا نوڪري. انسان جڏهن ضرورت واريون شيون ڪنهن کي فراهم ڪري تنهن کي به خدمت چئبو آهي.
سوال9: اڻاٺ يا کوٽ ڇا کي چئجي؟
جواب: شين جي نـه ملڻ کي اڻاٺ يا کوٽ چئبو آهي.
سوال10: اسان وٽ اڪثر ڪري ڪهڙين شين جي کوٽ رهي ٿي؟
جواب: اسان وٽ اڪثر بجلي جي کوٽ ، پاڻي جي کوٽ ، کنڊ جي کوٽ وغيره
سوال12: اسان جي ملڪ جا وڏا مسئلا ڪهڙا آهن؟
جواب: بُک بيروزگاري، بدامني، سٺي تعليم نـه ملڻ اسپتالن ۾ دوائن جي کوٽ وغيره
سوال13: اسان وٽ قدرتي وسيلا ڪهڙا آهن؟ اسان انهن جي بچت ڪيئن ڪري سگهون ٿا.
جواب: پاڻي ، ٻيلا ، جبل وغيره اسان انهن جي هيٺين طرح بچت ڪري سگهون ٿا.پاڻي اجايو نـه وڃايو. ٻيلن کي ڪٽجڻ کان روڪي ۽ نوان ٻوٽا پوکيون. جبل مان پٿر ۽ ريتي گهٽ ڪڍون ميدانن کي ڪن ڪچري ۽ ڪڻ ڪوٻن کان بچايون ٻنين کي آباد ڪريون.
سوال14: زمين جو مٿاڇرو ڇا لاءِ استعمال ٿئي ٿو؟
جواب: زمين جي مٿاڇري تي ٻنيون گهر روڊ رستا هوندا آهن.
سوال15: مٽي ڇا کي چئجي؟
جواب: زمين جي مٿاهين تهه کي مٽي چئجي ٿو.
سوال16: ٻيلو ڇا کي چئجي ٿو؟

جواب: زمين جو اهو حصو جتي گهاٽا وڻ هجن ته ان کي ٻيلو چئبو آهي.
سوال17: ٻيلن مان ڪهڙا فائدا آهن؟
جواب: ٻيلن مان اسان کي عمارتن جو ڪاٺ ٻارڻ جو ڪاٺ کوءِنر لاک ۽ ماکي ملي ٿي.
سوال18: ٻيلن جا ڪهڙا قسم آهن؟
جواب: دريائي ٻيلا ، خشڪي وارا ٻيلا. سوال19: معدنيات جا کي چئجي ٿو ؟
جواب: زمين مان کوٽي ڪڍيل شين کي معدنيات چئبو آهي.
سوال20: اسان جي ملڪ ۾ ڪهڙيون معدني شيون آهن؟
جواب: لوهه چِپسم ڪوئلو پيٽرول وغيره .
سوال21: سنڌ صُوبي جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟
جواب: ڪراچي آهي.
سوال22: پاڪستان ڪڏهن قائم ٿيو؟
جواب: 14 آگسٽ 1947ع ۾ قائم ٿيو.
سوال23: ڪراچي بابت مُختصِر ڄاڻ ڏيو؟
جواب: ڪراچي 1700ع کان 1730ع تائين مهاڻن جي واپار جو مرڪز رهي مهاڻن بـه مکيـه گيٽ ٺهرايا. 1. کارادر 2. ميٺادر. ۽ 1730ع کان 1839ع تائين ڪراچي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي قبضي ۾ رهي.پوءِ 1839ع کان 1947ع تائين ڪراچي تي بِرٽش جو راڄ رهيو ڪافي ترقي ٿي. انگريزن اسڪول ۽ اسپتالون قائم ڪيون ۽ 1924ع ۾ هوائي اڏو جوڙايو.
سوال24: ڪراچي ڪڏهن کان ڪيستائين پاڪستان جي گادي جو هنڌ رهيو؟
جواب: 1947ع کان 1960ع تائين.
سوال25: ڪراچيءَ جا پتڻ ۽ ٻيٽ ٻڌايو؟
جواب: منوڙو ٻيٽ ۽ ڪِياماڙي ٻيٽ.
سوال26: پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو رُڪَ جو ڪارخانو ڪٿي آهي؟
جواب: ڪراچيءَ ۾ .
سوال27: ڪراچيءَ ۾ ڪهڙو بين الاقوامي هوائي اَڏو آهي؟
جواب: قائداعظم انٽرنيشنل ايئرپورٽ.
سوال28: تڪرار يا اختلاف جا کي چئجي؟
جواب: ٻين سان هم خيال نـه ٿيڻ کي اختلاف يا تڪرار چئجي ٿو.
سوال29: اختلاف کان بچڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جواب: ماڻهن سان سٺو ڳالهائجي، انهن جي مدد ڪجي فضول بحث کان پاسو ڪجي سلام ڪجي.
سوال30: ڇا سج ڌرتيءَ کان تمام وڏو آهي؟
جواب: جي ها ! سج ڌرتيءَ ۽ چنڊ کان تمام وڏو آهي.
سوال31: ڌرتيءَ تان اسان کي سج ننڍو ڇو نظر ايندو آهي؟
جواب: ڇو ته اهو ڌرتيءَ کان تمام گهڻو پري آهي.
سوال32: ڌرتي ڇا آهي؟
جواب: ڌرتي هڪ گرهه يعني سيارو آهي.
سوال33: پاڇو يا پاڇولو ڪيئن ٺهندو آهي؟
جواب: سج جي روشني جڏهن ڪنهن جسم مان گذري نـه سگهندي آهي ته ان جو پاڇو ٺهندو آهي.
سوال34: پاڇو ننڍو وڏو ڪيئن ٿيندو آهي؟
جواب: صبح ۽ شام جو سج افق تي هوندو آهي ان لاءِ پاڇا وڏا هوندا آهن. باقي منجهند جو سج مٿان هوندو آهي. ان لاءِ پاڇا ننڍا ٿيندا آهن.

## 1900ع کان 2000ع تائين جون مشهور ايجادون

- 1901ع ۾ اليڪٽرڪ ويڪيوم ڪلينر ايجاد ٿيو.
- 1903ع ۾ هٽن سان هلندڙ پرن وارا جهاز آورل ايجاد ڪيو.
- 1907ع ۾ آٽو ويگن ايجاد ٿي.
- 1915ع ۾ ارنسيٽ سئنٽن ٽينڪ ايجاد ڪئي.
- 1920ع ۾ هاٿوڪي شڪل جو ٽريڪٽير ايجاد ڪيو ويو.
- 1928ع ۾ اليگزيبنڊر فليمنگ پهرين اينٽي بايوٽڪ دوا پينسلين ايجاد ڪئي.
- 1946ع ۾ مائڪرو ويو اون پرسي اسپينر ايجاد ڪيو.
- 1947ع ۾ جان باربين ٽرانسٽر ايجاد ڪيو.

- 1951ع ۾ نيوڪليئير پاور ذريعي گهريلو سارفين لاءِ بجلي ايجاد ڪئي.
- 1957ع ۾ پهريون پرسنل ڪمپيوٽر ايجاد ٿيو.
- 1960ع ۾ پهريون سيل فون ايجاد ٿيو.
- 1971ع ۾ ري ٽاملنس E-Mail سسٽم ٺاهيو.
- 1971ع ۾ اپالو جهاز ٺاهي خلا ۾ موڪليو ويو.
- 1972ع ۾ پهريون وڊيوگيم ايجاد ڪيو ويو.
- 1973-75ع  تائين جديد انٽرنيٽ ايجاد ٿيو.
- 1980ع کان 1990ع تائين ناسا خلائي شٽل ايجاد ڪيو.
- 1982ع ۾ ڊسڪ ايجاد ٿي.
- 1990ع ۾ سرٽم برنس لي “ورڊ وائيڊ ويب سائيٽ”  www ايجاد ڪئي.
- 1995ع ۾ جديد CDS ايجاد ٿي.